

# حضرت صوفي فقير ميان چنيه فقير درازي



حضرت صوفي فقير ميان چنيھ فقير درازي

# حضرت ميان محمد چنيھ اڄڻ فقير رحمة الله عليه

**نويد ناز اڄڻ**

خدا پاڪ ھن روءِ زمين تي انسانذات جي ڀلائي ۽ ڀھتريءَ لاءِ پنھنجا پيغمبر موڪليا، حضرت آدمؑ کان آخري پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن تائين ھڪ لک چوويھ ھزار پيغمبر ۽ نبي آيا. جن ٻيائيءَ کي ٻن ڏئي وحدانيت جو درس ڏنو. سڀني پيغمبرن جو صرف ھڪ ئي درس ھو، جيڪو توحيد ۽ وحدانيت تي ٻڌل ھو. اھو پيغمبري سلسلو آخري رسول نبي ڪريم ﷺ جن تي اچي اختم ٿيو. پر جيئن تہ انسانن جي اصلاح روز محشر تائين جاري رھڻي آھي، ان ڪري اھو ڪم نبين کان پوءِ اصحابن کي سونپيو ويو. ان کان بعد اھو سلسلو ھلندو اچي غوثن، قطبن، صوفياءِ ڪرام ۽ بزرگان دين تائين پھتو. پوري دنيا ۾ صوفين انسانن جي اصلاح ڪرڻ جو علم بلند ڪيو. ان حوالي سان توحيد جي پرچار ۽ انسان جي اصلاح ڪرڻ لاءِ صوفي پوري زمين جي گولي تي ٽڙي پکڙجي ويا ۽ ٻيائيءَ کي ٻن ڏيڻ جي پرچار ڪرڻ لڳا. سنڌ جي سرزمين جيڪا صوفين، سچن سالڪن، درويشن ۽ امن جي ڌرتي آھي، جنھن ڌرتيءَ لاءِ پيغمبر اسلام اڄ کان اٽڪل 15 صديون اڳ فرمايو ھو تہ ”مون کي سنڌ ملڪ مان اسلام جي خوشبوءِ اچي ٿي.“ اھا صوفين جي سرزمين ڪڏھن ڀٽائي رحہ، عنايت بلاول، سچل مخدوم گرھوڙي جھڙن درويشن، سالڪن ۽ صوفين کي جنم ڏيندي رھي آھي، جتي ڪڏھن قلندر لعل شھباز جھڙن درويشن اچي جھالت ۽ گمراھيءَ خلاف حق جو پرچم بلند ڪيو. ان ڌرتي سالڪن ۽ صوفين جي جنم وٺڻ جو اھو سلسلو جاري آھي، جيڪو سلسلو تا آخر جاري رھندو. ان پاڪ پوتر سنڌ ڌرتيءَ تي حضرت سچل سرمستؒ جي جنم ڀومي ’درازا شريف‘ کان چند ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ھڪ ننڍڙي شھر ’کھڙا‘ ۾ فقير ميان محمد عثمان اڄڻؒ جي حويليءَ ۾ سن 1127ھجريءَ ۾ ھڪ سچي سالڪ جنم ورتو. جيڪو حضرت فقير ميان محمد چنيھؒ جي نالي سان مشھور ٿيو. ھو ڄمندي ڄام ھو. سندس وڏا اصل ڪٿان آيا؟ ان متعلق تہ اڃان تائين ڪجھ پتو پئجي نہ سگھيو آھي، پر سندن پونئيرن وٽ محفوظ ٿيل معلومات مطابق ميان محمد عثمان اڄڻؒ جن (مدفون کھڙا) ميان محمد (مد فون پير ڪٽبر، ڳوٺ فتح پور) جا فرزند ھئا ۽ ’ميان محمد‘، ’ميان ابوبڪر‘ جا فرزند ھئا.

حضرت چنيھ فقيرؒ جن جي خاندان مان ھڪ درويش ميان عطاالله فقير جن جو چوڻ آھي تہ ميان ابوبڪر جي مزار مبارڪ ملتان شريف ويجھو شير شاھ ريلوي اسٽيشن جي ڀرسان آھي. سندن



متعلق وڌيڪ ڪابہ معلومات نہ ملي سگهي آهي، تہ پاڻ ڪٿان آيا؟ شروعات ۾ ڪٿي رهائش پذير هئا؟ ۽ ڪهڙا ڪيئن ۽ ڪهڙي طرح پهتا؟ ان تي اڃا تحقيق ٿيڻي آهي.

پاڻ جڏهن 21 سالن جي عمر جا ٿيا تہ هڪ ڏينهن صبح جو باک ڦٽيءَ مهل پوک کي پاڻي ڏيڻ خاطر نار هلائي رهيا هئا ۽ ڍانڍن جي نگهباني ڪري رهيا هئا تہ ٻہ اڻ ڄاتل مسافر ايندي ڏٺائون. پاڻ ڦهريان ڪجهہ پنهنجي ڌن ۾ جهونگاري رهيا هئا، پر هنن اوپرن ماڻهن کي ڏسڻ بعد خاموش ٿي ويا. مسافرن سلام ڪيو، پاڻ سلام جو جواب ڏنائون ۽ سندن آڌر ڀاءُ ڪري انهن کي ويهڻ لاءِ چيائون. مسافر پرسان پيل کٽ تي ويٺا، ايتري ۾ سندن والد محترم پاڻيءَ جي نظرداري ڪري موٽيا، مسافرن کي سلام ڪرڻ کانپوءِ خير عافيت معلوم ڪري ڪائنن اچڻ جو سبب پڇيائون. مسافرن ورائيو تہ "اسان راهہ وٺيون پئي وياسين تہ نينگر ڪجهہ بيت جهونگاري رهيو هو انهن بيتن جي ڪشش اسان کي متاثر ڪيو ۽ اسان هيڏانهن آياسين. اوهان نينگر کي چئو تہ اسان کي ڪجهہ بيت ٻڌائي."

والد محترم جي اصرار تي نينگر ڪجهہ بيت چيا. جن جي مسافرن تمام گهڻي ساراهہ ڪئي ۽ نينگر کي دعائون ڏيڻ لڳا.

ان بعد مسافرن اجازت گهري، اجازت ڏيڻ کان ڦهريان پاڻ مسافرن کي گرم کير پيش ڪيائون، مسافر سندن مهمان نوازيءَ کان گهڻو متاثر ٿيا ۽ شاهہ درازا ڏانهن ويندڙ رستو پڇيائون. چنيهہ فقير سندن والد جي فرمان موجب مسافرن کي اڳتي وڏي رستو ڏيکاريو مسافر پنهنجي منزل طرف گامزن ٿيا. اهي بزرگ ڪير هئا؟ انهن متعلق چيو وڃي ٿو تہ انهن ۾ هڪ

هفت زبان شاعر ۽ دولها درازي حضرت سچل سرمستؒ جن جو ڏاڏو فقير صاحب ڏنو فاروقي عرف حافظ راڳي ۽ ٻيو حضرت خواجہ نظام الدين اورنگ آباديؒ جن هئا. انهن فقيرن راهہ رباني وٺڻ وقت چنيهہ فقير کي الهيٰ ضرب هنيئي تہ پاڻ (چنيهہ فقير جن) بيهوش ٿي ڪري پيا. هوڏانهن چنيهہ فقير جو واپس اچڻ ۾ دير ڪئي تہ سندن والد محترم کي اچي اٿڻ ورايو. پاڻ اڳتي وجي ڏٺائون تہ نينگر بيهوش پيو آهي، سندن زبان مبارڪ مان ڪجهہ آواز اچي رهيو هو. جيڪو چچريل هو ۽ سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو. پاڻ نينگر کي کڻي واپس ڪوهہ تي آيا. هيءَ حالت 24 ڪلاڪن تائين جاري رهي.

اندازن ٻہ ڏينهن گذري ويا پر فقير جن جي طبعيت ۾ ڪو سڌارو نہ آيو. ان پريشانيءَ ۾ سائين جن جي والد کي ننڊ ٻہ نہ ايندي هئي. هڪ رات پاڻ چنيهہ سائين جن جي مٿان ويٺا هئا. ويٺي ويٺي سائين جن تي ننڊ غالب ٿي وئي ۽ ان ننڊ جي عالم ۾ هڪ آواز ٻڌڻ لڳا تہ "نينگر کي شاهہ درازا کڻي وڃو مسافرن جي شاهہ درازا رستي پڇڻ مان اوهان نہ سمجهيو." وڏيڪ ڏسن ٿا تہ شاهہ درازا ۾ سائين صاحب ڏنو فاروقي عبادت ۾ مشغول آهن. باقي ٻيو تہ اهڙو ڪو حڪيم نہ آهي، پاڻ شدت سان صبح ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا.

صبح ٿيڻ سان ئي حضرت چنيهہ فقيرؒ جن کي شاهہ درازا ۾ آندو ويو اهو اشراق نماز جو وقت هو. حضرت خواجہ حافظ سائين جن نماز اشراق ادا ڪري رهيا هئا. حضرت ميان محمد عثمان جن آداب خدمت بجا آڻڻ بعد خواب ۾ سمورو احوال عرض رکيو. حافظ سائين جن پڇيو تہ "نينگر ڪٿي آهي؟"

"نينگر دربار ۾ دروازي تي بيٺل گاڏي ۾ ستل آهي." جواب عرض ٿيو. خواجہ حافظ صاحب جن جي چوڻ تي نينگر کي دربار ۾ آندو ويو.

اڃ جنهن شيءِ جي گهرج هئي نينگر کي اها شيءِ ملڻي هئي. حضرت خواجہ صاحب جن نظير عنايت فرمائي تہ نينگر جو جيڪو آواز چچريل هو اهو صاف ذڪر خداونديءَ ۾ تبديل ٿي ويو ۽ "الله الله" جا لفظ ٻڌڻ ۾ آيا. حضرت خواجہ صاحب جن وڏيڪ فرمايو تہ "نينگر متعلق اسان کي مطلع ڪيو ويو هو ۽ ڪيس ڪنهن ٻہ قسم جي ڪا جسماني تڪليف نہ آهي."

پاڻ هاڻي اويسي عطا سان فضياب ٿي چڪا هئا. اويسي سلسلو حضرت خواجہ نظام الدين اورنگ آباديءَ کان ٿيندو حضرت خواجہ حسن بصريؒ کان ٿيندو حضرت امام حسينؒ جن تي پهچي ٿو.

اهڙي طرح حضرت چنيهہؒ جن ست ڏينهن شاهہ درازا ۾ قيام فرمايو. جنهن کان پوءِ جمعي مبارڪ جي ڏينهن پاڻ صحيح سالم هڪ سچي سالڪ جي حالت ۾ اچي ويا. جمع نماز پڙهڻ بعد حضرت خواجہ صاحب جن چنيهہ فقير کي بيعت جو شرف بخشيو. ڪين خلافت جي چادر ڍڪائي ۽ فرمايائين. "چنيهہ منهنجو سڀ کان اول خليفو آهي ۽ چنيهہ اسان مان آهي. جيڪو سندس دامن پڪڙيندو سو ڪڏهن ٻہ گمراهہ نہ ٿيندو."

کهڙا شهر ۾ واپس اچڻ ڪانپوءِ چنيهہ فقيرؒ جي هاڪ مشهور ٿي ۽ ڏسندي ڏسندي سندس شهرت وڌي وئي. جو

ڪيترائي سائل روزانو حاجتون کڻي ايندا هئا ۽ دل جون مرادون ماڻيندا هئا.

اويسي سلسلي ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ جو هڪ واقعو ملي ٿو. جڏهن پاڻ ننڍيا ٻار هئا ته عام ٻارن وانگر روئندا ڪين هئا ۽ نه وري عام ٻارن وانگر مٽيءَ سان کيڏندا هئا. ايتري قدر جو تقريبن هر وقت خاموش رهندا هئا. اها خاموشي ڏسي سندس والد محترم سوچيو ته شايد اسان جو نينگر ڳالهائڻ جي صلاحيت کان محروم آهي. ان ڪري پاڻ هر وقت ان فڪر ۾ رهندا هئا. انهن ڏينهن ۾ ڪو ڪامل درويش راڻيپور ۾ آيو. اها خبر جڏهن بزرگ جي والد صاحب کي پئي ته پاڻ ٻه پنهنجي نينگر کي ساڻ ڪري بزرگ وٽ آيا. ان بزرگ جو نالو خواجه شيخ محمد عابدؒ هو. جڏهن نينگر کي حضرت سائين جن جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو ته بزرگ نينگر کي چيو ته چؤ ”قُل قُل“ نينگر معصومانه انداز ۾ چيو ”احد احد“ جواب ٻڌڻ کان پوءِ بزرگ تي حال طاري ٿي ويو. جڏهن پاڻ هوش ۾ آيا ته حضرت عثمانؒ کي بشارت ڏيندي فرمايائون ته ”توهان کي ولي الله مبارڪ هجي. اوهان بي فڪر رهو. هي نينگر وقت اچڻ تي پاڻهي ڳالهائيندو.“ ان کان پوءِ هڪ تعويذ لکي فقير کي ڏنائون ۽ چيائون ته هي نينگر کي ٻانهن ۾ ٻڌي ڇڏيو. جڏهن نينگر جي شهرت عام ٿئي ته نينگر کي ٻڌائجو ته کولي هي تعويذ پڙهي.

شاهه درازا مان کهڙا شريف ۾ واپس اچڻ تي جڏهن چنيهه فقير جي شهرت ٿي ته ميان محمد عثمانؒ جن کي اهو تعويذ ياد آيو ۽ پاڻ بزرگن کي اهو کولي پڙهڻ جو حڪم صادر ڪيو. حضرت جن اهو



تعويذ کولي نهايت احترام سان پڙهيو. جنهن ۾ خواجه عابدؒ طرفان سهروردي سلسلي جي اجازت، خلافت، شجره طريقت ۽ خاص دستور عطا ٿيل هو. تعويذ پڙهڻ کان پوءِ پاڻ حالت استغراق ۾ هليا ويا. صحيح حالت ۾ اچڻ کانپوءِ بعد پاڻ نفل پڙهيائون. حاضر مجلس کي فاتحه ۽ قل شريف پڙهڻ جو ارشاد فرمايائون ۽ ان کانپوءِ حضرت خواجه محمد عابدؒ جن جي ايصال ثواب لاءِ دعا فرمايائون.

سهروردي سلسلي جي نسبت ۾ داخل ٿيڻ کانپوءِ ۽ شاهه درازا جي فيض مان فيضياب ٿيڻ کانپوءِ پاڻ اڪثر وقت عبادت الهيٰ ۾ صرف ڪرڻ لڳا. حضرت

جن کھڙا شهر کان ٿورو ٻاهر (موجوده گورنمينٽ هائير سيڪنڊري اسڪول کھڙا جي ٽيشن طرف) ڪبڙي مقام نالي هڪ جڳهه تي پنهنجو آستانو اڏيو ۽ مسجد شريف بہ تعمير ڪئي، هيءَ مسجد سندس ڪوهہ جي بلڪل پرسان آهي. هاڻي پاڻ ان مسجد ۾ عبادت الهيٰ ۾ مصروف رهڻ لڳا. هڪ ڏينهن پاڻ ڪبڙي مقام وٽ هڪ گهاٽي لئي جي وڻ اندر عبادت الاهيءَ ۾ مشغول هئا تہ سنڌ جي شهنشاهہ، سرتاج شاعر، لاکيڻي لطيفؒ جن سير سفر فرمائيندي، انهيءَ جڳهه تي پهتا ۽ حضرت جن کي چلي مان اٿاريائون ۽ فرمايائون تہ "هاڻي خلق خدا جي خدمت ڪريو" پوءِ ڀٽائي سرڪار جي حڪم موجب چلاڪشي ڇڏي پنهنجي مسند تي خلق خدا جي خدمت خاطر ويهڻ لڳا.

شاهہ ڀٽائيؒ سندن چلي جي پرسان آستاني تي قيام فرمايايو. جڏهن اها خبر کھڙا جي مخدومن کي پئي (ان وقت مخدوم محمدي سجاده نشين هئا) تہ مخدوم پنهنجي خادم هٿان لطيف سرڪارؒ ڏانهن سندن رهائشگاهہ تي اچڻ جو پيغام موڪليو. جنهن جي جواب ۾ لطيف سائينؒ ان پيغام آڻيندڙ کي هي شعر لکي مخدومن ڏانهن موڪليو.

اڄ نہ آيس سپرين، سڀاڻي ايندس آنءُ
جنهنجو توتي ناءُ، سو ڪٿي بارکُهين جا.

لطيف سرڪارؒ جي قيام واري جڳهه تي قائم ٿيل مسجد اڄ بہ موجود آهي، پر مسجد جي پرسان آبادي نہ هجڻ ڪري، ان جي صحيح مرمت/نظرداري نہ ڪرڻ ڪري مسجد جي زبون حالت آهي. لطيف سرڪار جي کھڙا شهر جي آمد جو احوال سائين جي ايم سيد جي ڪتاب 'پيغام لطيف رحہ' (صفحو: 44 ۽ 45) ۾ بہ پڙهي سگهجي ٿو.

ان کان علاوه ساڳيو ئي قصو مخدوم خاندان جي چشم چراغ پروفيسر مخدوم شبير احمد هاشمي جي ڪتاب 'تذڪره مخاديم کھڙا' (صفحو: 135) ۾ بہ پڙهي سگهجي ٿو.

شاهہ درازا کان حضرت حافظ سائين صاحبڏنو فاروقي رحہ جن جي بيعت ۽ ارشاد کان مشرف ٿيڻ بعد پاڻ روزانو صبح جو نماز پڙهي مرشد ڪريمن جي خدمت ۾ حاضري ڀريندا هئا ۽ حاضريءَ کان پوءِ اجازت وٺي پاڻ اچي پنهنجي مسند تي ويهندا هئا. جڏهن حاضري ڀرڻ لاءِ درازا شريف ڏانهن اسرندا هئا تہ پاڻ سان گڏ ڪجهہ طعام بہ لنگر ۾ پيش ڪرڻ لاءِ کنيو ويندا هئا. حسب معمول هڪ ڀيري جيئن ئي پاڻ شاهہ درازا پهتا تہ حضرت حافظ سائين جن مسند تي موجود نہ هئا، پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو سائين جن درگاهہ پرسان ڪوهہ تي ويل آهن، جيڪو ڪجهہ ڏينهن کان ڪچي رهيو آهي ۽ اڄ راس ٿيڻ وارو آهي، حضرت جن ڪوهہ تي ويا، جتي ڪوهہ کان ٿورو پر مريدن جي هڪ جماعت ويٺي هئي، جن حضرت جن کي ٻڌايو تہ "مرشد سائين جو فرمان آهي تہ ڪوهہ اندر ڪير بہ نہ اچي، جيڪڏهن ڪير ايندو تہ اهو جهنم ڀيڙو ٿيندو" ان تي حضرت جن فرمايو تہ "اهو کهڙو مريد صادق چئبو، جنهن جو مرشد جهنم ۾ هجي ۽ مريد واري ٻاهر هجي." ايئن چوندي پاڻ ڪوهہ اندر هيٺ لهي ويا، جتي ڪافي بزرگ ويٺل هئا ۽ حضرت حافظ صاحبڏنو فاروقي رحہ جن پڻ موجود هئا، جن حضرت کي ڏسي مشڪندي

فرمايو "چنيھ ھت ٻه نه مڙئين." تنھن تي حضرت جن عرض ڪيو "قبلا گستاخي معاف ٿيئم، اوھان جي حڪم جي خبر پئي، پر اھو مريد صادق ڪھڙو، جنھن جو مرشد جھنم ۾ ھجي ۽ مريد جھنم کان ٻاھر ھجي." حضرت جن جي ان ڳالھ تي حافظ سائين جن ڏاڍا خوش ٿيا ۽ اتي موجود بزرگ، جن ۾ حضرت شاھ ڀٽائي رح جن به ھئا. اھي پڻ سندن مٿان ڏاڍو راضي ۽ مھربان ٿيا. خواجه صاحب جن چنيھ فقير رح جن کي فرمايو ته "چنيھ! اڄ تو مان "ڇ" ڪڍي ڇڏيئين، اڄ ڪانپوءِ تون "نسورو نينھن" آھين، وڄ تون ته ڇا پر تنھنجون ستئي پيڙھيون سَر آھن." ان جواب ملڻ ڪانپوءِ حضرت سائينؒ جن عرض ڪيو "قبلا! ست پيڙھيون ته مان ھي اکين پيو ڏسان، اڳتي ڪا مھرباني ٿيئم."

تنھن تي خواجه حافظ سائين جن فرمايو "پوءِ اڳتي به تنھنجا ڊينگا چڙھيا پيا آھن، رڳو ھلائڻ جي دير آھي، جيڪو به ٿوري محنت ڪندو اھو جلد عرفان ۽ ڪمال ماڻيندو."

ان موقعي تي شاھ ڀٽائيؒ جن خواجه حافظ صاحبڏنوؒ کي فرمايو "چنيھ صرف اوھان جو ئي نه، پر اسان جو به آھي، خليفو اوھان جو ئي آھي، پر اسان ڪيس خلافت عطا ڪريون ٿا." ايئن فرمائيندي لطيف سرڪار چنيھ سائين کي ڪاري رنگ جي دستار ٻڌرائي، جنھن کي اتي موجود ٻين بزرگن به ور ڏيندي عطائن ۽ اڪلامن سان نوازيو ۽ چنيھؒ جي مرتبي کي رنگ لاتا. انھن بزرگن ۾ حضرت سيد عبدالله شاھ جيلانيؒ جن پڻ شامل ھئا، جيڪي خواجه حافظ صاحب جن جا مرشد ھئا. شاھ درازا جي جملي بزرگن ۽ خليفن جون دستارون سائي رنگ جون آھن، مگر لطيفي عطا سبب حضرت جن جي دستار مبارڪ جو رنگ ڪارو آھي، جيڪو سلسلھ بسلسلھ

هلندو ٿو اچي ۽ اڄ به اها دستار مبارڪ موجود آهي، جيڪا سجاده نشين درگاهه کهڙا شريف جي خاص موقعي تي پهريندا آهن.

ان ڪانپوءِ مرشد چنيهه سائين جن کي حضرت خواجه حافظ سائينؒ جن روزانو دربار عاليا درازا شريف تي حاضري ڀرڻ کان منع فرمائي ۽ ڪين فرمايائون ته "جيڪو ڪجهه اسان وٽ هو، اسان اوهان جي حوالي ڪري ڇڏيو، اڄ ڪانپوءِ جنهن توکي ڏٺو ان ڄڻ مونکي ڏٺو، هاڻي اوهان روزانو هت اچڻ بجاءِ اهو وقت خلق خدا کي ڏيو."

لباس مبارڪ:

حضرت جن هميشه سر مبارڪ تي پٽڪو پهريندا هئا، جنهن جو رنگ ڪارو هوندو هو، پر اها روايت پڻ ڪئي وئي آهي ته پاڻ ڪڏهن ڪڏهن اڇي رنگ جي دستار مبارڪ پڻ پهريندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ڪاري رنگ جي ٽوپي مبارڪ پڻ پهريندا هئا، پاڻ سڄي زندگي اڇي رنگ جا ڪپڙا پهريائون، پر خواجه حافظ سائين جي وصال ڪانپوءِ نيري جا ٻڌل ڪپڙا پهريندا هئا.

اخلاق مبارڪ:

حضرت جن ٻهتوين خوبين جا مالڪ هئا، سندن قول ۽ فعل ۾ مطابقت هئي، پاڻ پنهنجي عملي زندگيءَ کي قرآن ۽ سنت جي سانچي ۾ ڍلتي ڇڏيائون، ننڍي ۽ وڏي سان شفقت ۽ پيار سان پيش ايندا هئا، خوف خدا کان ڪڏهن ڪڏهن بي اختيار ٿي روئي پوندا هئا ۽ حضور نبي ڪريم ﷺ جن جو فرمان مبارڪ بيان فرمائيندا هئا ته "قسم آهي انهيءَ ذات جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي ته جيڪڏهن اوهان کي حقيقت جي خبر پئجي وڃي ته اوهين گهڻو روئو ۽ گهٽ کلو."

خوراڪ:

هڪ سچو سالڪ هميشه سادو ڪائي گذران ڪندو آهي، طعام جا طلبگار هميشه لالچي قسم جا ماڻهو هوندا آهن، بلڪل ايئن ئي مرشد ڪريم جن به زهد ۽ تقويٰ جي زندگي بسر ڪندا هئا، فقر ۽ فقه ۾ زندگي گذاريندا هئا، پاڻ ڪڏهن به پيٽ ڀري نه کائيندا هئا ۽ اڪثر مريدن کي به اها هدايت فرمائيندا هئا ته "گهٽ کائو ۽ عبادت مان حظ حاصل ڪريو." پاڻ رياضتن جي مصروفيتن باوجود هڪ شفيق پيءُ، مخلص دوست، بهترين جيون سائي، يتمن جا يار ۽ پاڙيسرين جي سار لهڻ وار هوندا هئا. پاڻ اڪثر بغير بستري جي کٽ تي آرام فرمائيندا هئا يا وري هيٺ ڪجي جي تڏي تي مختصر بسترو استعمال ڪندا هئا.

تقويٰ جو مثال:

چنيهه سائين جن جي خاندان جي چشم و چراغ ميان حاجي الهيٰ بخشؒ جن وٽان هڪ واقعو بيان ڪجي ٿو. حضرت چنيهؒ جن پنهنجي هڪ مريد وٽ آيا، مريد سندن لاءِ هڪ اعليٰ قسم جو بسترو وڇايو، پاڻ جڏهن بستري کي ڏٺائون ته بستري کي مخاطب ڪندي فرمايائون "اي برائيءَ جي جڳها! قسم آ انهيءَ پروردگار جو جنهن جي قبضي قدرت ۾ منهنجي جان آهي ته مون ته توکي هڪ گهڙيءَ لاءِ به پسند نه ڪيو آهي، تون ئي ته خداوند ڪريم جي عبادتن ۽ مشقتن ۾ رڪاوٽ آهين." پاڻ حضرت

جن صاف بستري کي ڏسندي دعا فرمايائون ته، ”يا رب العٰلمين! اسان جي اندر کي به پاڪ ۽ صاف ڪرڻ فرماءِ ۽ اسان کي اهل تقويٰ جي زمري ۾ داخل فرماءِ.“

حضرت جن ان موقعي تي فرمايو ته، ”تقويٰ جي حقيقت کان پاڻ کي واقف رکو ۽ تقويٰ کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو، ڇاڪاڻ ته قرآن ڪريم ۾ ئي ارشاد آهي ته الله تعاليٰ متقي ماڻهن جي ئي عبادت قبول فرمائي ٿو.“ اتي حاضر مجلس مان هڪ شخص حضرت جن کان پڇيو ته ” تقويٰ مان سائين جن جو ڇا مقصد آهي؟“

پاڻ فرمايائون، ”انهيءَ ڪم کان پرهيز ڪريو، جنهن سان دين کي نقصان پهچڻ جو ڪو خوف هجي، هر خلاف شريعت ڪم کان پرهيز ڪرڻ واري کي ئي اسين متقي چئون ٿا ۽ نفس کي گناهن کان روڪيو وڃي ۽ هر طرح جي فضول طعام ۽ فضول ڪلام کان دور ڪيو وڃي، اهڙي ريت عمل ڪرڻ سان بدن جا ظاهري جملي عضوا ۽ باطني عضوا تقويٰ جي رنگ سان رنگجي وڃن ٿا ۽ بدن جي جملي جزن ۾ تقويٰ پيدا ٿئي ٿي، نفس ۾ صفات جميله پيدا ٿيڻ لڳن ٿيون. جهڙي طرح نفس اماره مان لوامه ۽ لوامه مان ملهمه ۽ ملهمه مان صفات مطمئنه پيدا ٿين ٿيون.“

رحمدلي:

حضرت جن جي شفقت ۽ رحمدلي ايتريقدر هئي جو هڪ ڀيري کهڙا ۽ ٻرياسي ۾ ڏڪار ٿي پيو، ماڻهو بکون ڪاٽڻ لڳا، مگر پاڻ فقير صاحب جن اناج هوندي به ڪيترائي ڏينهن ڪاڏو نه ڪاڏو جڏهن سندن اڳيان ڪاڏو آندو ويندو هو ته

پاڻ فرمائيندا هئا ته ”اها ڳالهه انصاف کان ٻاهر آهي، جو هڪڙو شخص بک کان بيحال تڙپندو هجي ۽ اسان ڪاڏا کائون.“ پوءِ جو ڪجهه حاضر هوندو هون، اهو سڀ ٻاڙيسرين ۽ غريبن کي ڏياري موڪليندا هئا.

ڪرامتون:

حضرت ميان محمد چنيهه اڄڻ فقير رحہ صاحب ڪرامت بزرگ هئا. سائين جن جون ڪيتريون ئي ڪرامتون مشهور آهن. هتي بزرگن جي جڳ مشهور ڪرامت پيش ڪجي ٿي.

هڪ ڀيري پاڻ پنهنجي زمين تي ويٺا ته سندن خدمت ۾ هڪ عورت حاضر ٿي، عورت کي ڪڇ تي هڪ بيمار ٻار هو، زندگيءَ ۽ موت جي ڪشمڪش ۾ جيڪو آخري ساهه کڻي رهيو هو عورت

ان ٻار کي سندن اڳيان سمهاريندي روئي عرض ڪرڻ لڳي ته "قبلا مون سالن کان الله جي در عرض ڪيا هئا، پيرن فقيرن تي دعائون گهريون، باسون باسيون هيون، جنهن ڪانپوءِ سڪي پني مون کي الله تبارڪ و تعاليٰ هي هڪ ٻچڙو عطا فرمايو جيڪو هينئر ان حالت ۾ آهي جو سندس بچڻ جي ڪا اميد نظر نٿي اچي، حڪيمن لاعلاج ڪري ڇڏيو آهي، مون کي اوهان کان سواءِ ٻي ڪا به واهه نٿي سجهي. مون کي منهنجو ٻچڙو چاڪ ڪري ڏيو ڏٺي در دعا گهرو" مائي ايئن چئي به رهي هئي ۽ زار و قطار روئي به رهي هئي.

حضرت جن خاموش نظرون هيٺ جهڪائي، اهو سڀ ڪجهه ٻڌندا رهيا، ڪجهه وقت گذرڻ ڪانپوءِ فرمايائون ته "مائي حياتي ته الله پاڪ جي هٿ ۾ آهي، ٻانهي کي ڇا طاقت آهي، خدا جي رضا تي راضي رهڻ گهرجي، خدا ڪندو ته توکي ٻيو ٻچڙو عطا ٿيندو"

مائي پنهنجي ضد تي "جيڪڏهن منهنجي پٽ جي حياتي هجي ها ته پوءِ ته هو ائين به چڱو ڀلو ٿي وڃي ها، ۽ پوءِ توهان جي در تي ڇو اچان ها، توهان وٽ باقي ڇا جي لاءِ آيم؟ مونکي منهنجي پٽڙي جي حياتي جيستائين ڏٺيءَ کان نه وٺي ڏيندا ته مان هن (ٻار) کي توهان اڳيان کونه کڻندم."

حضرت جن جلال ۾ اچي ويا، پاڻ فرمايائون، "وڃ تنهنجي پٽ کي مون پنهنجي گڏهه جي حياتي وٺي ڏني." گڏهه جيڪو سندن سامهون ٻڌل هيو ان طرف اشارو ڪندي فرمايائون. ٿوري دير ئي ڪانه گذري ته گڏهه ويچارو ڪري پيو ۽ مري ويو. مائي جو ڇوڪر چڱو ڀلو ٿي ويو اهو ڇوڪرو گمبٽ جي "شر ذات" جو هيو جنهن لاءِ چيو ويندو آهي ته چاڪ ٿيڻ ۽ وڏي ٿيڻ ڪانپوءِ ان ۾ ڪجهه خصلتون به گڏهه جهڙيون هيون، يعني ضدي هيو ڪيس مار موچڙو به اثر ڪونه ڪندو هيو.

میان محمد چنيهه جن جو اولاد:

حضرت ميان محمد چنيهه جن کي ڏٺي تعاليٰ ٽي فرزند عطا فرمايا. ميان فقير محمد، ميان خاوند ڏنو ۽ ميان ذاڪر محمد. سندن ٽيئي فرزند پڻ پنهنجي وقت جا ڪامل بزرگ ۽ درويش انسان هئا.

وفات:

هڪ ڏينهن سومهڻي جي نماز ادا ڪري، مريدن ۽ خادمن کان موڪلائي اچي بستر تي آرامي ٿيا، ان ڏينهن سندن ڪيفيت عجيب هئي، سڀني مريدن ۽ خادمن کي گهرائي قرآن پاڪ جا ختم پڙهايائون، سڀني ماڻهن کان موڪلائيندا رهيا، سمهڻ وقت سيني ۾ هلڪي تڪليف محسوس ڪيائون، صبح جو سوير اٿي وضو فرمائي تهجد نماز قائم ڪيائون، چار رڪعتون پڙهڻ ڪانپوءِ تڪليف وڌي وڃڻ ڪري بستري تي سمهي پيا، اجان ستائي مس ته سندن زبان مبارڪ مان هي الفاظ نڪتا.

ياايهاالنفس المطئنة ارجعي اليٰ ربڪ راضية مرضيه

اهي لفظ سندن زبان مبارڪ مان شدت ۽ سختيءَ سان نڪتا، ايئن سندن ساهه جو سڳو ٽٽي پيو ۽ پاڻ مالڪ حقيقي سان وڃي مليا. سندن وفات جي تاريخ جو ڪو پيتو پئجي نه سگهيو آهي، باقي سن 1207هجريءَ ۾ شعبان المعظم

جي آخري ڏهاڪي ۾ سومر جي رات هن فاني دنيا کي الوداع چيائون.

سندن مزار مبارڪ شهر کهڙا ۾ واقع آهي، جتي اڄ به روزانو ڪيترن دردمندن، حاجتمندن ۽ سائلن جي باقاعده دستگيري فرمائيندا رهن ٿا.



شاعري:

حضرت چنيهه فقير رحمة الله جن ڪلهوڙا دور جا بزرگ هئا. ڪلهوڙا دور کي سنڌي ادب جو سونهري دور چيو وڃي ٿو. هن دور ۾ سنڌي ادب ۾ ڪيترين ئي نئين صنفن جو بنياد پيو. تجنيس حرفيءَ کي هن دور ۾ لطيف سرڪارؒ جدت بخشي، لطيف سرڪار جا مريد ۽ خليفا حضرت چنيهه سائين به اعليٰ پايي جا شاعر هئا. سندن شاعري جو ڪمال تجنيس جو استعمال آهي، نموني طور سندن شاعريءَ جا ٻه اسم پيش ڪجن ٿا.

اسم الله دي لوري مام متي مهجوري تي آ ذات ظهوري
پهلا عشق آ الله کون هويا. مولا معشوق ملايا
نور وچان نروار ڪرڪي، ڏونهين جهان بنايا
فنا بقادا فيصلا سارا، دلبر کي دستوري.

پنجان تنان تي پاڪر پاڪي، چادر نور رڪايا
جبرئيل جواب جلدي، پيغمبر کون پهچايا
رب گهريا روبرو تيکون، ڪرڻا ذڪر ضروري

گهوٽ گهوڙي تي سوار سيد، عرش عظيم تي آيا
ملڪ فلڪ چيو مرحبا مرسل، فضل فائق فرمايا
حال حقيقي حاصل ڪيتوسي، پيد پلا ير پوري

آپ محبوب مالڪ راهي، رب رکيا تيڏا رايا
هانءَ دي وچ ظاهر باطن، سير سارا سمجهايا
مخفي مام محمد ﷺ ولي، مولا ڪيتي منظوري

چنڻ فقير ' کون فيض فقر دا، سيني سوز سمايا
اڻ تڻ آئي اندر ميڏي، جوشان جهپ جڳايا
تار تساڏي تن من اندر، مستي دي مخموري

چوسٽو:

راڻل پنهنجي رحم سان قلبان ڪديم ڪٽ
آءُ عالم ۾ ڪونہ ڏسان، ميندرا تنهنجو مٽ
لاهج لطف سان لاڏلا منهنجو سارو لٽ
'اڄڻ' اندر عشق لٽ، ڏج سونا پنهنجي سهاڳ جو

سسئي:

نند نہ هيرج نيڻ، سڪ نہ سارج سسئي
وهاڻيءَ جا ويڻ، ڇا ڪي ٻڌاءِ لوڪ جا

چنيهه سائين پنهنجي شاعري ۾ 'چنڻ فقير' ۽ 'اڄڻ' تخلص استعمال ڪيا آهن

حوالا: پيغام لطيف: سائين جن ايم سيد
تذڪره مخاديم کهڙا: پروفيسر شبير احمد هاشمي
نسورو نينهن: ذوالفقار اڄڻ

***